


آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ سڄيءَ دنيا ۾
جتي بہ هن خوشخبريءَ جي منادي ڪئي
ويندي، اُتي اها پڻ سندس ڪيل ڪمن جي
يادگار سڏبي. مرقس 14:9 ›

اتي چار سچا آهن جن کي اسان کي مڪمل طور تي سمجهڻ جي ضرورت آهي:

## 1 خدا توهان سان پيار ڪري ٿو.

ڇالاءِجو خدا دنيا سان ايترو ته پيار ڪيو جو هن پنهنجو هڪڙو ئي فرزند ڏنو ته جيڪوبہ مٿس ايمان آڻي سو برباد نہ ٿئي پر کيس دائمي زندگي ملي. يوحنا 3:16

چور رڳو انهيءَ مطلب لاءِ اچي ٿو ته چوري ڪري، ماري ۽ برباد ڪري. پر آءٌ انهيءَ لاءِ آيو آهيان ته کين زندگي ملي، بلڪ ڀرپور زندگي ملين. يوحنا 10:10

## 2 انسان فطرتاً گنهگار آهي. تنهنڪري هو خدا کان جدا ٿي ويو آهي.

سڀني ماڻهن گناهہ ڪيو آهي ۽ خدا جي جلوي کان محروم آهن. رومين 3:23

ڇالاءِجو گناهہ جو اجر موت آهي. پر خدا جي بخشش اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي معرفت دائمي زندگي آهي. رومين 6:23

پر جيڪي ڊڄڻا، بيايمان، ناپاڪ، قاتل، زناڪار، جادوگر، بتپرست ۽ ڪوڙا آهن، تن سڀني جي جاءِ انهيءَ ڍنڍ ۾ ٿيندي، جيڪا باهہ ۽ گندرف سان ٻيئي ٻري. اهو ئي ٻيو موت آهي. مڪاشفو 21:8

## 3 يسوع مسيح آسمان ڏانهن واحد رستو آهي.

عيسىٰ کيس وراڻيو تہ ”رستو، سچ ۽ زندگي آءٌ آهيان. منهنجي وسيلي کان سواءِ ڪوبہ پيءُ تائين پهچي نہ ٿو سگهي. يوحنا 14:6

تنهنڪري مسيح بہ هڪڙي ئي ڀيري اوهان جي گناهن جي ڪري مئو يعني سچار گنهگارن لاءِ، انهيءَ لاءِ تہ اوهان کي خدا تائين پهچائي. هو جسم جي اعتبار کان تہ ماريو ويو، پر روح جي اعتبار کان جيئرو ڪيو ويو. 1.پطرس 3:18

جيڪو بہ فرزند تي ايمان آڻي ٿو تنهن کي دائمي زندگي مليل آهي. پر جيڪو فرزند کي قبول نہ ٿو ڪري تنهن کي اها زندگي ڪڏهن بہ نہ ملندي، اٽلندو خدا جو غضب مٿس رهي ٿو. يوحنا 3:36

## 4 اسان کي پنهنجي نجات لاءِ خداوند يسوع مسيح تي ايمان رکڻ گهرجي.

ڇالاءِجو خدا جي فضل جي ڪري ئي اوهان کي ايمان جي وسيلي ڇوٽڪارو مليو آهي. اهو اوهان جي ڪوشش جي ڪري نہ آهي، بلڪ خدا جي بخشش آهي، سو اهو اوهان جي عملن جي ڪري نہ آهي جو متان ڪو فخر ڪري. اِفسين 2:8-9

هي دعا خدا کي ايمان سان چئو:

خداوند عيسى، مون لاء توهان جي وڏي محبت لاء توهان جي مهرباني. مان اقرار کريان ٿو ته مان گنهگار آهيان ۽ مان معافي گهران ٿو. منهنجي گناهن جي سزا ادا ڪرڻ لاءِ صليب تي مرڻ جي مهرباني. مان توهان جي مئلن مان جيئرو ٿيڻ تي يقين رکان ٿو. هاڻي کان وٺي، مان توهان کي پنهنجي پالڻهار ۽ ڇوٽڪاري ڏيندڙ طور تي ڀروسو ڪريان ٿو. مان توهان جي ابدي زندگي جو تحفو قبول ڪريان ٿو ۽ مان پنهنجي زندگي توهان جي حوالي ڪريان ٿو. مون کي توهان جي حڪمن جي فرمانبرداري ڪرڻ ۾ مدد ڪريو ۽ توهان جي نظر ۾ خوش ٿيو. امين.

ڇالاءِجو منهنجي پيءُ جي اها مرضي آهي تہ جيڪو بہ سندس فرزند کي سڃاڻي ٿو ۽ مٿس ايمان ٿو آڻي، تنهن کي دائمي زندگي ملي ۽ آءٌ کيس آخرت جي ڏينهن تي جيئرو ڪري اٿاريندس. يوحنا 6:40

هن اسان کي اونداهيءَ جي ڇنبي مان ڇڏائي پنهنجي پياري فرزند جي بادشاهت ۾ آندو، جنهن جي وسيلي اسان کي ڇوٽڪارو، يعني گناهن جي معافي ملي آهي. ڪلسين 1:13-14

تنهنڪري جيڪڏهن ڪو مسيح سان گڏجي هڪ ٿيل آهي تہ هو نئون خلقيل آهي. پراڻيون ڳالهيون گذري ويون، ڏسو، ان جي نئين حالت شروع ٿي ويئي. 2.ڪرنٿين 5:17

پر جن بہ کيس قبول ڪيو يعني مٿس ايمان آندو، تن کي اهو حق ڏنائين تہ هو خدا جا ٻار ٿين. يوحنا 1:12